# اقوالِ مرزا بيدل

فارسي جي مشهور صوفي شاعر ۽ اهل ولايت بزرگ حضرت
مرزا ابوالمعاني عبدالقادر بيدل دهلوي قدس سره الله جن
جي شاعري مان ورتل چونڊ اقوالن جو ترجمو

**ترجمو:**

**فقير طارق حيات لاشاري**

SUFIANA
EBOOK PUBLICATION

# پہ لفظ

سڀ کان پھرين اُن مالڪ ڪريم ۽ مرشد جا ٿورا جن جي لطف و ڪرم سان جي علمي پورهيي کي اوهان جي آڏو پيش ڪيو آهي. سنڌي ادب ۾ حضرت ابوالمعاني عبدالقادر بيدل دهلوي تي هڪ بہ ڪتاب ڪونہ لکيو ويو آهي. منهنجي هي علمي محنت اها پھرين ڪوشش آهي جنهن ۾ هن عظيم شاعر، مفڪر، صوفي فلاسفي جي چونڊ ڪلام کي اوهان جي آڏو آندو ويو آهي. اميد آهي تہ ايندڙ وقت ۾ بيدل سائين جن ڪلام جو ترجمو ڪيو ويندو ۽ وڌيڪ تحقيق ڪئي ويندي.

حضرت ابوالمعاني عبدالقادر بيدل دهلوي جن جي زندگي ۽ ڪلام تي پاڪستان ۾ گھٽ ڪم ٿيو آهي. لهذا مون وٽ هن ڪتاب جي لاءِ ترجمي ڪرڻ دوارن مون کي صرف ٻہ اردو ڪتاب دستياب هُيا جيڪي ڪافي جدوجهد کان بعد مون کي دستياب ٿيا باقي ٻيا ڪتاب فارسي ۾ هئا جنهن جي ترجمي جي لاءِ مون پنهنجي دوستن جي مدد شامل حال رهي.

هن ڪتاب ۾ اگر ڪٿي ڪا ڀُل چڪ تي وئي هجي تہ مهرباني ڪري پنهنجي رائي ڪتاب ۾ موجود ايڊريس تي موڪليندا تہ جيئن ان کي بهتر کان بهتر بڻائي سگهجي.

آخر ۾ ڏٽي در عرض تہ شل مون هي علمي پورهيو قبول پوي. ان مان طالبن ۽ عقيدت مندن کي وڌ ۾ وڌ فائدو پوي.

May 16, 2013

سگ در درگاهہ ٻُيدل فقير

**طارق حيات لاشاري**

هاوئس نمبر66/ 165
مهر محلو، نيو پنڊ، سکر
tariq.lashari@gmail.com
0333-7116642







**حضرت مرزا ابوالمعاني عبدالقادر بيدل جي مزار تي لڳل ڪتبو**





حضرت مرزا ابوالمعاني عبدالقادر بيدل جي مزار جو هڪ ڏيک

# سوانع عمري

# حضرت مرزا ابوالمعاني عبدالقادر بيدل دهلوي

# (پيدائش 1054ھ - وصال 1133ھ)

حضرت مرزا ابوالمعاني عبدالقادر بيدل جو تعلق چغتائي برلاس قبيلي سان هو. ان مان گهڻا رشتيدار شاهي دربار سان وابسته هئا. اهو قبيلو پٽنه، انڊيا ۾ آباد هو. بيدل سائين جن جي ولادت شاجهان جي دور ۾ ٿي. بيدل سائين جن جي تاريخ ۽ جڳهه پيدائش 1054 هجري بمطابق 1644 عيسوي بمقام عظيم آباد، پٽنه ۾ ٿي. سندس والد صاحب جن جو نالو مرزا عبدالخالق هو.

حضرت عبدالقادر بيدل جنهن وقت پيدا ٿيا ان وقت سندن والد ”اڪبر نگر“ نالي هڪ جڳهه تي تعينات هئا. سندن والد دعا جي نيت سان پنهنجي مرشد حضرت ابوالقاسم ترمذي وٽ وٺي ويا جنهن ٻار جي ڄم جي مناسبت سان به تاريخون ”فيض قدس“ ۽ ”انتخاب“ ڪڍيون ۽ پنهنجي نيڪ خواهشن جو اظهار ڪيو. والد عبدالخالق جن جو استاد مولانا شيخ ڪمال جئين ته قادري سلسلي جا بزرگ هيا جيڪي ان وقت صوبي بهار ۾ قصبي راني ساگر ۾ مقيم هئا، تن سعادت مند پٽ جو نالو ”عبدالقادر“ تجويز ڪيو.

عبدالخالق هڪ سٺي حيثيت وارو فوجي افيسر هئا. هڪ مستحڪم ماڻهو جي حيثيت سان الائي ڪهڙا نه خواب ڏٺا هوندا پنهنجي پٽ جي تعليم و تربيت لاءِ مگر شايد رب ڪريم کي اهو منظور نه هيو جو حضرت عبدالقادر بيدل پنجن سالن جا ٿيا ته سندس والد هن فاني دنيا مان رهلت فرمائي ويا. اهو سن هو 1059 هجري بمطابق 1649 عيسوي. پوءِ حضرت عبدالقادر بيدل جن جي پرورش جو ذمو سندس والده سڳوري ڪنيو. جڏهن حضرت عبدالقادر بيدل جن جي عمر پورا پنج سال پنج مهينا ٿي ته والده سڳوري عبدالقادر کي بسم الله جو پهريون سبق ڏنو. تعليم جو اهو سلسلو تقربن ڏيڍ سال جاري رهيو. ان بعد سندن والده به وصال فرمائي وئي جنهن جو ذڪر حضرت عبدالقادر بيدل پنهنجي تصنيف " چهار عنصر" ۾ ڪيو آهي. بمطابق حضرت عبدالقادر بيدل سندس والدو جي وصال جو سن 1061 بمطابق 1650 عيسوي وجي بيهي ٿو.

پوءِ ان يتيم ٻار جي پرورش جو زميداري سندس چاچي مرزا قلندر سنڀالي ورتي جيڪو بظاهر پاڻ هڪ شاهه شجاع جي فوجي لشڪر ۾ ملازم هو. مگر طبيعت جو لاڙو صوفين جي خدمت ۾ حاضري ڏيڻ هو. پاڻ وقت جي ڪيترن ئي ولين ۽ اهل ولايت صوفين جي خدمت ۾ ويندا هئا ۽ انهن کان فيض جا طلبگار ٿيندا هئا. مرزا قلندر هر سال پنهنجي ضروري ڪمن مان وقت ڪڍي صوفين سان ملاقات ڪرڻ واسطي پري پري جو سفر

ڪرڻ پاڻ تي فرض سمجهندا هئا. اهو ئي سندن پسنديده مشغلو هو. جئين عبدالقادر بيدل بہ پنهنجي چاچي سان گڏجي انهن ولين جي صحبت ۾ ويندا هئا. اهڙي ريت حضرت عبدالقادر بيدل طريقت ۽ حقيقت جا ڏاڪا چڙهيو. جن اهل ولايت بزرگن بزرگن وٽ پنهنجي چاچي سان گڏ ويندا هئا تن ۾ مولانا ڪمال قادري، شيخ ملوڪ، شاه يّڪہ آزاد، شاه فاضل، شاه ڪابلي ۽ شاه ابوالفيض معاني جا نالا قابل ذڪر آهن. انهن مان ڪجھ درويش انڊيا جي هاڻوڪي صوبي بهار جا رهائش پذير هئا. اهي سڀ درويش فقيري ويسن ۾ قلندري ۽ رندي طريقت وارا بزرگ هئا. حضرت عبدالقادر بيدل انهي سينن جو نيازمند هو. حضرت عبدالقادر بيدل جي اها روش ڏسي سندن چاچي کي ڏاڍو اطمينان ۽ سڪون ملندو هو تہ سندن ڀائٽيو راه سلوڪ طرف لاڙو رکي ٿو. مرزا قلندر پاڻ بہ هڪ عملي صوفي جو بهترين نمونو هئا. پاڻ سرڪاري نوڪري ۾ رهي ڪري فقيري ڪڏهن نہ وساريائون. هميشہ فقير جي راه تي گامزن رهيا. اهڙا اثر حضرت عبدالقادر بيدل جن جي زندگي تي بہ پيا.

حضرت عبدالقادر بيدل کي ڏهن سالن جي عمر ۾ قرآن پاڪ حفظ ڪيو جنهن بعد کين مڪتب ۾ ويهاريو ويو تہ جيئن سندس ذهني ڪشادگي جو عمل اڳتي وڌي سگهي. مگر هڪ ڏينهن مڪتب ۾ اتفاقي هنگامي بازي کان ناخوش ٿي ڪري مرزا قلندر سندن نالو مڪتب مان خارج ڪرايو. ان کان بعد حضرت عبدالقادر بيدل جن جي تعليم جو سلسلو گهر ۾ ئي پورو ٿيو. شروع ۾ مرزا قلندر پنهنجي ڀائٽي کي ڪجھ چونڊ نثر ۽ نظم جون ڪتابون ۽ حضرت عبدالقادر بيدل کي چيو تہ ان مان خاص اقتباس نقل ڪري هن ڏانهن روزانو کڻي اچي. اهڙي ريت حضرت عبدالقادر بيدل پنهنجي گهر ۾ رهندي علم حاصل ڪندو رهيو. تعليم سان گڏو گڏ حضرت عبدالقادر بيدل کي جسماني ۽ جنگي فنن جي مشڪون ڪرائيون ويندو هيون. تن ۾ گهوڙي سواري، ڪشتي، تلوار بازي، نيزه بازي، زور آزمائي وغيره. سترهن سالن جي عمر ۾ حضرت عبدالقادر بيدل انهن سينن ۾ پيڙ ٿي نڪتو.

حضرت عبدالقادر بيدل کي پنهنجي چاچي مرزا قلندر ۽ هڪ عزيز مرزا عبدالطيف جي سفارش سان شاه شجاع جي لشڪر ۾ فوجي عهدي تي سن 1069 هجري بمطابق 1658 عيسوي ۾ رکيو ويو. ان ملازمت ملڻ بعد ملڪ جا حالات ڪافي تبديل ٿي ويا. هر طرف خوني انقلاب جون هوائون گُهلڻ شروع ٿيون. هڪ طرف بادشاه دهلي ۾ شديد بيمار ٿي پيو. جنهن بعد ملڪ جي ٻين صوبن مان معمول جون خبرون اچڻ بند ٿيون جنهنڪري دهلي شهر جي ماڻهن ۾ سخت بيچيني ۽ خوف ٿيڻ شروع ٿيو تہ الائي وري ملڪ ۾ ڪهڙو ممڻ مچندو. بادشاه کي انهيءَ حالت ۾ ڏسي سندس پٽ اقدار کي حاصل ڪرڻ لاءِ پاڻ ۾ جنگ جوٽڻ لاءِ تيار ٿي بيٺا. حيدرآباد دکن ۾ اورنگزيب، گجرات ۾ مراد، بنگال ۾ شاه شجاع ۽ دهلي ۾ دارا شڪوه پيءَ جي تخت تي قابض ٿيڻ لاءِ هڪ ٻئي تي ڪاه ڪرڻ شروع ڪئي. انهيءَ جنگ واري حالتن ۾ حضرت عبدالقادر بيدل

شاهہ شجاع جي هڪ لشڪر جنهن جو سپهہ سالار مرزا عبدالطيف هو تنهن ۾ پنهنجي خدمتون سر انجام پئي ڏنيون. اچا حضرت عبدالقادر بيدل کي ٽي مهينا مس ئي ٿيا هوندا جو هڪ ويڙهہ ۾ شاهہ شجاع جي لشڪر کي ميدان ۾ شڪست آئي. ان ويڙهہ ۾ هزارين فوجي ماريا ويا. حضرت عبدالقادر بيدل ان ويڙهہ کان ڪافي پري هڪ ٻئي جاءِ تي حفاظتي ڪم سر انجام ڏئي رهيو هو. شاهہ شجاع جي لشڪر جي شڪست جي بعد باقي بچيل فوجن جان بچائي ڀڄڻ ۾ آفيت سمجهي. مرزا قلندر فوجي زندگي کي خير آباد چئي هڪ گمنام جڳهہ "ڪالا طاق" ۾ گوشہ نشين ٿي ويهي رهيو. حضرت عبدالقادر بيدل پنهنجي مائٽ مرزا ظريف وٽ ڪٽڪ شهر ۾ وڃي رهائش پذير ٿيا. اُتي پهچڻ بعد حضرت عبدالقادر بيدل هڪ بزرگ حضرت شاهہ ابوالقاسم اللهي جن خدمت ۾ وڃڻ شروع ڪيو. حضرت شاهہ ابوالقاسم اللهي هڪ اهل ولايت بزرگ هجڻ سان گڏوگڏ فارسي جو هڪ سٺو شاعر پڻ هو. حقيقت ۾ عبدالقادر کي "بيدل" بنائڻ وارو هي هو. جنهن پنهنجي رنگ ۾ عبدالقادر بيدل کي رنگي ڇڏيو. مرزا ظريف جي وفات (1075هہ) ۾ بيدل دهلي آيو جتي هو . جتي هن ڪجهہ سالن ۾ شعر گوئي ۽ اهل ولايت سان روابط جي ڪري پنهنجو نالو پيدا ڪيو . دهلي ۾ رهندي سن 1080هہ بمطابق 1669 ع ۾ حضرت عبدالقادر بيدل شادي ڪئي. مگر تمام عمر ازدواجي ۽ گهر گرهستي جي معاملات کان پري رهيو.

حضرت مرزا عبدالقادر بيدل سن 1685 ع کان مستقل طور دهلي جي ويجهو شاهجهان آباد ۾ مقيم ٿيو ۽ اتي مغل دربار ۾ اورنگزيب عالمگير جي حڪمرانيءَ واري دور ۾ سندس پٽ شهزادي محمد اعظم جو ملازم ٿيو. پر شهزادي محمد اعظم جي شان ۾ قصيدو لکڻ جي فرمائش رد ڪرڻ تي پاڻ استيفا ڏئي ڪري نوڪري کي خير باد چيو. اهڙيءَ ريت پاڻ هميشہ قلندرانہ ۽ فقيرانہ زندگي گذاريائين ۽ حڪمرانن جي تمام گهڻي ڪوشش باوجود ڪڏهن بہ نذرانو يا ڪا جاگير قبول نہ ڪيائين.

حضرت عبدالقادر بيدل جي شاعري جي مشهوري سندس زندگيءَ ۾ ايتري ٿي چڪي هئي جو وقت جي بادشاهہ اورنگزيب سندس ڪجهہ شعر پنهنجي ذاتي خطن ۾ نقل ڪيا آهن. پاڻ سير سفر جو شوقين هو. پاڻ لاهور کان ٿيندو حسن ابدال تائين پڻ آيو. ان کان علاوه سندس زندگي ۾ ئي سرمد کي سن 1660 ع ۾ شهيد ڪرڻ جو دلسوز واقعو دهليءَ ۾ پيش آيو ۽ پوءِ سن 1718ع ۾ سنڌ ۾ حڪمرانن طرفان شاهہ عنايت الله صوفيءَ کي شهيد ڪرڻ جو واقعو پيش آيو. جنهن سندس طبيعت تي گهڻو اثر وڌو.

هن درويش شاعر هڪ ڊگهي زندگي گذارڻ بعد 86 ورهين جي ڄمار ۾ 1860ع ۾ شاهجهان آباد, دهلي ۾ وصال فرمايو. سندس مزار اڄ بہ باغ بيدل جي نالي سان مشهور جاءِ تي دهلي شهر ۾ آهي.

حضرت عبدالقادر بيدل فارسي زبان ۾ تقريبا هڪ لک شعرن تي مشتمل ادبي ورثي جو اضافو ڪيو جنهن ۾ سندس فارسي غزل تمام گهڻو مشهور ٿيا. ان کان علاوه 3600 کان وڌيڪ رباعيون ۽ ڇهن کان وڌيڪ مثنويون لکيائين، جن ۾ هڪ ”عرفان“ جي عنوان سان آهي، جيڪا يارهن هزارن شعرن تي مشتمل آهي. جڏهن ته ٻين مثنوين جا عنوان هيٺين ريت آهن.

”طور معرفت“ ، ”طلسم حيرت“ ، ”محيط اعظم“ ، ”تنبيهہ المهوسين“ ۽ ”گل زرد“. مرزا عبدالقادر بيدل، ابن العربي (وفات 638هہ) جي فڪر ۽ فلسفي کان تمام گهڻو متاثر هو ۽ سندس ڪلام ۾ پڻ ان فڪر جون ئي جهلڪيون نظر اچن ٿيون. پاڻ ان حوالي سان نثر ۾ پڻ ڪتاب تصنيف ڪيائين. جن مان هيٺيان ڪتاب تمام گهڻو مشهور ٿيا. ”چهار عناصر“، ”رقعات“ ۽ ”تاليف الاحڪام“. بيدل جي رقعات جي تعداد ٽي سئو آهي.



هن دبستان (حيات) جي هر راز سان ڀريل صفحي کي پڙهيو ۽ هن گلستان (ڪائنات) جي رنگين ڪتاب جو خوب مطالعو ڪيو. بس هڪ ئي نقش نمايان ٿي ڪري سامهون آيو. اهو هيو عنقا (عدم) جي پرن جي دز (غبار).



اسان جي هستي هڪ طلسم باطل (خراب جادو) آهي. جنهن ۾ نفي جي علاوه اثبات جي ڀي ڪا صورت ئي نظر نٿي اچي.



اسان جي هستي هڪ وهم جو بلبلو آهي، هتي لب کولڻ (جي معنيٰ آهي) فنا ٿي وڃڻ. انهيءَ شرمندگي جي ڪري اسين خاموش آهيون.



هستي جي حقيقت سمجهڻ لاءِ ڪنهن وٽ بصيرت آهي ۽ عقل کي رسائي ڪٿان ڪان ٿئي؟ آخر اندهي جي آک ڇا ٿي ڏسي سگهي؟

بس هڪ فرضي شڪل



وجود اهڙو رستو آهي جيڪو نظر ڪونہ ايندو. ساه جي اچ وڃ ۾ پورو تہ ضرور ٿئي ٿو. مسلسل لاهيون چاڙهيون پار ڪندا وڃو (پر) آخري منزل جي پتو ڪٿي بہ نٿو پوي.



اسين ڇا آهيون؟ بس ڪجهہ گهڙين جو فريب جيڪو موجن وانگر برابر اُبهري پيو. پنهنجي دل کي هستي جو سرچشمو نہ ڇئو. هي محض هڪ سراب آهي.



اسان جو وجود خيال جي برپٽ بيابان ۾ گذرندڙ قافلو آهي. جٿي پيرن جي آواز بہ ٻڌڻ ۾ نہ ايندي آهي. فقط رنگ جي گردش جي احساس ٿيندو آهي.



جيڪو تون ڏسندو آهين اُها هستي جي صبح ناهي بلڪ اهو هڪ محض نيرنگ يا وري هوس جو تماشو آهي. ۽ هي جو هوش و حواس جو طوفان آهي ان جي حقيقت ايتري قدر آهي جو ساهہ بُلند ٿيو پوي.



زندگي کي فرصت جو سبق سمجهائڻ خاطر شعلي اهو اشارو ڪيو تہ بس عنقا جي ڪتاب (عدم) جو هڪ نقطو چوندي ڪٽي وٺ.



ستم جي ڳالهہ اها آهي تہ اگر تنهنجي هوس تو کي سرو ۽ سمن (خارجي مظاهر) جي سير ڪرڻ تي مجبور ڪري تہ دل کي خوش ڪري مطمئن ٿي وڃ. ذرا دل جو دروازو تہ کول. تون اُن نازڪ غونچ کان گهٽ ناهين. ڏس تہ تنهنجي اندر ۾ ڪهڙي بهار ۽ ڪهڙو گلزار آهي.



خود نگري (پنهنجو پاڻ کي سڃاڻڻ) جو سليقو پيدا ڪري وٺجي ته هي حقيقت منڪشف ٿيندي ته اسان جو داخلي وجود دراصل هڪ جنون جو مهاساگر ۽ بيابان آهي جنهن جو ڪنارو ڪونهي. ٻن عالمن جي اڪيلائي ۽ وحشت ان بيابان ۾ اچي وئي آهي. آهو (مشڪ وارو هرڻ) جي خوشبو جي ڳالهه ڪير ٻڌائي سگهي. فڪر جي اڻ تڻ جي ڪيفيت پڇڻ بيڪار آهي.



اگر ٿوري جهٽ لاءِ اکيون بند ڪيون وڃن ته يقين ڄاڻو ته آئيني وانگر ظاهر ۽ روشن هڪ قيامت برپا نظر ايندي ۽ پري تائين ڦليل قبرون عبرت جو منظر پيش ڪندي نظر اينديون. اها ئي حقيقت انسان جي وجود خاڪي جي آهي جيڪا پوري جهان سان پيٽائڻ بعد معلوم ٿيندي.



پنهنجو پاڻ کي سڃاڻڻ ئي ڪنارو ۽ منزل مقصود آهي. جيڪو قطرو هتي پهتو اهو گوهر ٿي ويو ورنه هن بحر کان ساحل نجات تائين وڃڻ آسان نه سمجهو.



وهم جي عنقا (خام خيالي) پرواز ڪندو رهيو ۽ عمر گذري وئي. تو ڪي ٿوري دير لاءِ بہ پنهنجو پاڻ ڪي سڃاڻڻ وارا تقاضا پورا نہ ٿي سگهيا جو تو ڪي خبر پئجي سگهي ها تہ خود تنهنجي پرن ۾ ڪهڙي شئَي لڪيل آهي.



قاصد جو انتظار محض هوس آهي. پيغام آڻيندڙ ڪٿي ايندو آهي؟ جنهن مهل تو پنهنجو پاڻ ڪي سڃاڻڻ جو مرحلو طي ڪري ڇڏيو تہ يقين رک تہ دوست جو نياپو پُهچي ويندو.



پنهنجو پاڻ ڪي سڃاڻڻ ڪيترو نہ ڏکيو ڪم آهي. عالم مثالِ آئيني وانگر حيران آهي ۽ پنهنجي سُراغ ۾ سواليہ نشان وانگر منهنجي روبرو آهي.



بيدل تون خواه مخواه لڄي آهين تہ تحقيق ۾ ناڪام وئين. ان جو غم ڪرڻ بيڪار آهي. اسان سڀ ايئن ئي آهيون جو پنهنجو پاڻ ڪي آگاهي نہ ڏيئي سگهيا آهيون.



منهنجي دز متي جا آثار ڪنهن قافلي جي پٺيان نظر نہ آيا. حيرت ۾ آهيان تہ آخر مان ڪٿي رهجي ويس ۽ پنهنجو پاڻ کي ڪٿي ڇڏي آيس.



جيڪڏهن اڪيلائي ميسر اچي وڃي تہ دل پڪاريندو تہ اسان جي تلاش جي تڪليف نہ ڪريو، نہ وري ڪو سُراغ ملي سگهي ٿو. اسين اُتي آهيون جتي عنقا (عدم) جي رسائي بہ مشڪل سان ٿيندي آهي.



اکيون بند ڪري ڇڏ، ان کان سواءِ ٻي ڪوشش جي ضرورت ڪونهي. ٿوري دير لاءِ پنبڙيون جُهڪاءِ تہ بتخاني ۽ حرم کان گذري ويندين.



هي ڪائنات جيڪا بيشمار هنگامن سان گونجي رهي آهي، اگر اکيون بند ڪري ويهندؤ تہ مڪمل اڪيلائي، تنهائي واري جاءِ معلوم ٿيندي.



وصل جو طالب جڏهن اکيون بند ڪندو آهي تہ دل جاڳندي آهي. اگر هو جيڪڏهن غافل ٿي وڃي، اهو قطعي ناممڪن آهي.



هستي جي افساني کان دل تنگ اچي وئي. ساهہ دزُ وانگر پيو اُڏامي. ان لاءِ اکيون بند ڪرڻ ئي بهتر آهي.



اکيون بند ڪري ڇڏيو ۽ هن هستي جي محفل جي مڪروهات کي ڏسڻ ڇڏي ڏيو. اکيون بند ڪرڻ کان پوءِ پيو ئي جهان نظر ايندوَ ۽ اهڙو هُنر واضع ٿيندو جيڪو بظاهر غيب جي پردي ۾ لڪيل آهي.



ساري عالم هڪ ڦيليل وادي وانگر دل هڪ ڳجهي خاني جي وچ ۾ صاف اچي ٿي. مگر جڏهن اکيون کوليون ويندين ته هڪ غُبار حاوي ٿي ويندو ۽ نظر جي رسائي ڪٿي به نه ٿي سگهندي.



مون اکيون بند ڪيون ۽ ٻن عالمن جا تماشا ظاهر ٿي پيا. مطلب ته پر ٻڌل هجڻ جي باوجود پرواز ڪرڻ، هيءَ عجيب و غريب ڳالهه آهي.



حُسن جو هميشه لحاظ رکجانءِ چو ته حُسن کي شرم ۽ حجاب پسند آهي. پري (محبوب) پنهنجو تماشو ڏيکارڻ لاءِ هڪ مطالبو رکي ٿي. يعنيٰ بند اکيون رکيون وڃن.



زندگي هڪ بي آواز ساز آهي، دراصل خاموشي ئي هُن جو نغمو آهي، جنهن جي آواز دل تو ڪان پهريون ئي ٻڌي وٺندي آهي.



گفتگو ۾ معنيٰ جي تحقيق تائين پهچڻ کان غافل ڪندي آهي. ٿورو خاموش ٿي وڃجي ته دل پنهنجو پاڻ ئي ڳالهيندي.



مقصد کي پائڻ لاءِ خاموش رهڻ کانسواءِ ٻيو ڪوئي چارو ئي ڪونهي. مثال واري انداز ۾ سمجهو ته قافلو جڏهن منزل تائين پهچي ويندو آهي ته اٺن جي ڳچي ۾ پاتل گهنٽين جي آواز پاڻ مرادو رُڪجي ويندي آهي.



مان شمع وانگر خاموش آهيان. جهڙوڪ شمع جي زبان جو حرف آهيان. ڪهڙو مطلب روشن ڪيان ۽ ڪيئن ٻڌايان ته دوست جو جمال آئيني ۾ نظر اچي رهيو آهي ۽ پوري انجمن غافل آهي.



خاموشي جي برڪت سان تحقيق جون ساري ڪتابون پاڻ مرادو کُلنديون وينديون آهن. اُهي اسرار جن لاءِ نہ چوڻ (لڪ ڪرڻ) جو حڪم آهي مون کي پوري طرح روشن آهن ۽ مان انهن جو مجسم آئينو بڻجي چڪو آهيان.



(فقير)جيترو نفس تي قابو هوندو (انهن جي) دل جي ايتري گهٽي آبرو هوندي.ان جو مثال ايئن سمجهو تہ موجون اگر نہ اٿنديون آهن تہ سمنڊ جي شان اوترو وڌي ويندي آهي.



نفس جي (ڳانڍاپي واري) تار وصل (ملاقات) جي گيت جي خوشخبري ڏيندي آهي ۽ نبض جو دهڙڪڻ دوست جي قدم جي آواز بڻجي دل ۾ لهندو ويندو آهي.



دوست جو سُراغ (نانءُ پتو) نفس جي ياڪر (اندر ) ۾ موجود آهي، ايترو گهٽو پري بہ وڃو جو راهہ کان ٿڙي وڃو ۽ دانهون ڪندا وتو.

دل جو مقصد نفس کي ماري بغير حاصل نہ ٿيندو.

مان عشق جي امر جي ڪري مجبور آهيان. جنهنڪري پنهنجي دل جو گوڙ ٻڌي نٿو سگهان، ورنہ نفس کي قابو ڪرڻ بعد جي تاثير پڇو تہ حقيقت هي آهي منهنجي اندر ۾ قيامت جي صور جو زور آهي.

نفس کي قابو پائڻ کي ئي عافيت جو ذريعو آهي. اگر نفس جي قابو پائڻ جي مشق صحيح ۽ ڪامل ٿي وڃي تہ اسين بحر عافيت جو آئينو بڻجي سگهون ٿا. حباب (پاڻي جو بلبلو) جي وجود تي سڪون سمنڊ جي ڪري آهي. اهڙي ريت انسان جو سڪون نفس تي قابو پائڻ سان وابستہ آهي.

مون کي ضبط نفس (نفس کي قابو ڪرڻ) ديدار جي قابل بڻايو . دل ۾ ٻج ڇٽي
ڇڏيو ۽ آئينو ميوو بڻجي ٻاهر نڪتو.



مان جڏهن اندر ۾ غوطو هنيو ۽ عجيب عالم جي سير نصيب ٿي. حقيقت ۾
غواص (ٽوٻو) اگر ڪوشش ڪري ته گهڻي رنگن جا گوهر ٻاهر ڪڍي سگهي
ٿو.



اسان جي حيثيت هڪ حباب (ٻلبلي) وانگر آهي، مقصد ڪٿان حاصل
ڪيون ۽ ڇا ڪري ڏيکاريون؟ حد هي آهي ته نفس تي قابو پائڻ ۾ به
مشڪل درپيش آهي.



اهو ڪهڙو قطرو آهي جنهن ۾ گهڻن سمندن جو زور و شور پوشيده نه آهي؟
حقيقت ۾ جيڪڏهن ذري جو دل چيري ڏٺو وڃي ته سڄ جو طوفان جوش
کائيندو نظر ايندو.



جنون (ديواني پن) روز ازل کان هڪ راڳ آلاپيو آهي. اُن جو نالو ”ڪُن“ آهي.
انهيءَ مان اڄ تائين هزارين نغما نڪري رهيا آهن.



تو کي جنت ۾ حور جي فڪر ميلاپ جي بزم کان پري ڌڪو ڪري ڇڏيو آهي.
ورنہ آزمائش ڪري ڏس جي اگر هوش اٿئي تہ اڄ رات محبوب ياڪر ۾ اچي
سگهي ٿو.



سوال هي آهي تہ ساهہ جي اچ وڃ ۾ ان جي عاجزي دل جي راز کان پردو کڻي
سگهندي؟

اسان کي اهڙي دروازي تي ويهاريو ويو آهي جنهن جي کلڻ جا آثار مشڪل سان
نظر اچن ٿا.



تحقيق جو رستو بند آهي ۽ پردو ڪٽي ڪري اندر اچڻ جي اجازت ڪونهي. هستي جو اهو انداز آهي ۽ عمر اهڙي ريت گذري رهي آهي جيئن دروازي تي ڪڙو لڙڪندو رهندو آهي.



اسين دوست جي جلوي ۾ محو آهيون ۽ ديدار جي آرزو به جيئن جو تيئن باقي آهي. اسان جي وصال جو به ڇا عرض ڪجي جو اهو انتظار سان مشابهت رکي ٿو.



ميلاپ، ديدار جي پياسي جو علاج ڪونهي. هو ميلاپ کان بعد به سڪايل ئي رهجي ويندو. هي عجيب تجربو آهي ته اکيون نظاري ۾ محو آهن، مگر ڏسڻ جي آرزو ذري برابر گهٽ نٿي ٿئي.



هن غفلت جي غبار جو ڇا علاج هجي جو اکيون ديدار سان ڀرپور آهن ۽ پوءِ به خالي آهن.



ميلاپ ۾ ان جي باوجود ديدار کان محرومي جو احساس، ڪجهه نه پڇو ته اها ڇا شئي آهي؟ پوري رات گذري وئي ۽ اسان هڪ دفعو به نظرون کڻي ڪري ماهتاب (محبوب) کي نه ڏٺو.



غفلت جي انڌهن هنگامو مچائي رکيو آهي ۽ سخت ظلم روا رکيو آهي. ان بيدردي جي ڪنهن کي فرياد ڪريان جو دوست پر ۾ آهي ۽ مان ديدار جي غم ۾ روئي رهيو آهيان.



مان اها ساوڪ آهيان جنهن کي سيرابي ميسر نه ٿي سگهي. ان مان ڇا فائدو جو ساري عمر دريا جي ڪناري تي ويٺو رهيس. ٻي مثال هي سامهون رکو ته پنبڙين مان ڳوڙها ڪري رهيا آهن مگر ان ۾ جذب نه ٿا ٿين.منهنجي اها ئي حالت آهي.



اسين اُهي خشڪ لب ساغر آهيون. جيڪو بڪنار دريا آهي. قسمت جي محرومي ان کي چوندا آهن تہ ساغر جنهن ۾ سمند سمايل آهي ان جي چپن تي خشڪي ڇانيل آهي.



دوست گذري ويو ۽ جيڪي ڪجهہ بہ هيو سو هٽن مان هليو ويو. اهڙو ٽڪيو هاريو ۽ مجبور ٿيس جو ان جي پوئتان وڃي بہ نہ سگهيس ۽ خود پنهنجو پاڻ کان جدا بہ ٿي ويس.



ميلاپ ۾ ديدار جي محرومي جو احساس رهيو. ان ڪيفيت جي باري ۾ بہ پڇيو. مثال سان ڳالهہ سمجهہ ايندي. آئينو اهو نہ سمجهيو تہ مان ڪنهن جي روبرو آهيان.



تحقيق جي عالم ۾ خبر پئي تہ غير حق ۽ خدا ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي. اسان جي آئيني ۾ خود اسان جو عڪس اسان کي نظر اچي رهيو آهي.



اسان ڪانسواءِ پيو ڪير بہ اسان تائين پهچي سگهي ٿو. ۽ اسان تائين پهچڻ بلڪل ايئن آهي جيئن قطرو دريا ۾ ملي ڪري خود دريا ٿي وڃي.



هڪ زمانو گذري چڪو آهي جو اسان پنهنجي هستي ۾ ڪنهن جي محبوب جي شوخي ناز جو تماشو ڏسي رهيا آهيون. حقيقت ۾ اسان جو وجود سراسر هڪ تماشا گاه آهي. ذرا ڏسو تہ سهي اسان جو آئينو ڪنهن جي مقابل آهي ۽ ڪير پنهنجو عڪس ڏيکاري رهيو آهي.



سمنڊ جي حقيقت ڄاڻڻ وارو ئي ٻڌائي سگهي ٿو تہ ان جي موجن ۾ ڪهڙي عنصري توانائي آهي. منهنجو ۽ تنهنجو تعلق ايئن آهي جئين موج جو سمنڊ سان آهي. مون کي اهو ڄاڻي جنهن کي تنهنجي هستي جو اندازو هجي. جنهن تو کي ڏٺو ئي ناهي اهو منهنجي حال تائين ڪيئن پهچي سگهندو.



مان خود پنهنجي معشوق جي تصوير آهيان. پوءِ اي نقش چٽيندڙ جا قلمه اگر تصوير کي مقابل رکي ڪري تصوير ٺاهڻي اٿئي ته ان کي رت ۾ ٻوڙڻو پوندئي.



ٻڏندو آهيان ته تون اُتي آهين جتي ٻيو ڪير ڪونهي. مون قافلي جي لٽيل کي اڪيلو نه ڇڏجانءِ.



اگر زمانو مون کي نٿو سڃاڻي ته مون کي پرواهه ناهي. مان خوش آهيان ته آخرڪار مان تنهنجي ئي حسن جو بي مثال آئينو آهيان.



پاڇو ۽ سج گڏ ڪٿي ٿا رهي سگهن. تو اسان کي پنهنجي خيال ۾ جڳهه ڏني، اسان تي توجه ڪئي ۽ اسين پاڻ کان وياسي، فنا ٿياسين جيئن پاڇو روشني ۾ غائب ٿي ويندو آهي.



هن حيرت جي محفل ۾ عجب تماشو ڏسي رهيو آهيان تہ تون اسان تائين پُهتين ۽ اُهو بہ اڪيلو پُهتين.



وحدت جي اثبات جي لاءِ ڪثرت لازم هُئي. ڪائنات پنهنجي مظاهر سميت جيڪڏهن وجود ۾ نہ اچي ها تہ ذات يڪتا جو ثبوت مشڪل هجي ها. مان جو ڪائنات صغريٰ آهيان، هڪ عالم پنهنجي اندر جمع ڪرڻ بعد يڪتا بڻجي پيو آهيان.



حيرت جي آئيني ۾ عجيب تماشو نظر اچي رهيو آهي. مان اهڙي مقام تي آهيان جتي مان پاڻ کي هُو سمجهي رهيو آهيان.



عشق جي معاملي ۾ انديشو حيران آهي. سمجهہ ۾ نتو اچي تہ هو آئينو آهي يا مان اُن جو عڪس آهيان يا صورتحال ان جي برعڪس آهي (يعنيٰ پاڻ آئينو ۽ هُو هڪ جلوو)



محبت جو معاملو بہ هڪ جادو ۽ حيرت ۾ وجهندڙ شئي کان گهٽ ناهي. مان پاڻ کي هُو سمجهي رهيو آهيان ۽ خود پنهنجي ذات سان ڪلام ڪري رهيو آهيان.



محبت اهڙو جادو ڪيو ۽ اهڙي حيرت ۾ وجهندڙ شئي ڏسڻ ۾ آئي جو منهنجي حيرت جي انتها نہ رهي. (يعنيٰ آئيني ۾ جيڪا بہ شڪل نظر آئي اُها خود منهنجي هُئي.)



ڇا ٻڌايان تہ ان جي يڪتائي جي اڪيلائي ۾ ڇا آهي. چڱي طرح ڄاڻ تہ ڪونهي پر ايترو ضرور ڄاڻان ٿو تہ اُتي بہ مان ئي آهيان.



ڪنهن کي ٻڌايان ۽ جي چوان ته ڪير اعتبار ڪندو ته جنهن پري جهڙي ڇهري تي مان عاشق آهيان اهو مان پاڻ ئي آهيان.



حقيقت ۾ ئي ڪفر ۽ ايمان جو ميلاپ ثابت آهي. ٻئي هڪ سڪي جا ٻه رُخ آهن. پوءِ به ڪجهه ماڻهو بدگماني جي ڪري ان حقيقت جي خلاف ورزي ڪندا آهن.



ڪفر ۽ دين هڪ ٻي سان پيچ در پيچ ۽ ڳنڍي در ڳنڍي پيوسته آهن. ظلمت ۽ نور جو اهو ئي واسطو آهي ۽ اهڙو ئي تعلق آهي جيڪو آئيني جو اُن جي جوهر سان هوندو آهي.



عاشق حيرت ۾ غرق آهي. ڪفر ۽ ايمان کان مٿي تي ڪري تماشو ڏسندو آهي ۽ ان ٻنهي کان آجو هوندو آهي.



اسان کي شوق بيتاب ڪري ڇڏيو آهي ۽ پيشاني سجدن جي نشان سان چمڪي اُٿي. عشق جي بيقراري اسان کي موقعو ئي نہ ڏنو تہ اهو ڏسجي تہ هن رستي تي ڪعبو ڪٿي آيو ۽ بتخانو ڪهڙو آهي.



تعينات جو پردو جيستائين آهي تيستائين شيخ ۽ برهمن جا جدا ترانہ آهن. شيخ جو دعوو برهمن جي سامهون ڪهڙو پيش ڪيان ۽ برهمن جو ڪهڙو گيت شيخ کي ٻڌايان؟ تعين جو پردو جيڪڏهن وچ مان ڪڍي وجي تہ ٻنهي کي حقيقت معلوم ٿي ويندي.



تنهنجي خيال جو رستو سڌوسئون دل تائين پهتو آهي. اهو سمجهڻ تہ بت خانو رستي روڪ ڪندو يا ڪعبو وچڻ نہ ڏيندو. ٻئي ڳالهيون وهم آهن.



اسان جي ڪيفيت اها آهي تہ نہ بتخانو ڪنهن ڪم ۾ آيو ۽ نہ وري ڪعبي جي خدمت جو ڪو نتيجو نڪتو. اسين هڪ شمع هئاسين جتي بہ ويا سي پنهنجو پاڻ ساڙي ويٺاسين.



مون ڪان ڇا ٿا پڇو تہ ڪعبي ۽ بتخاني ۾ ڇا فرق آهي؟ مان عاشق هيس جيڪو بہ سامهون آيو اُن جي پرستش ڪئي.



مان ڪڏهن ڪعبي جي طرف ويندو آهيان ۽ ڪڏهن بتخاني طرف منهن ڪندو آهيان. مان ديوانو آهيان، جتي بہ وڃان ٿو تہ ماڻهو هر طرف کان پٿر هڻن ٿا.



برهمن بتخاني ۾ صنم جو اولو، جسم ۽ ظاهري علامت سامهون رکندو آهي، تڏهن ان جي فڪر کي تسڪين ملندي آهي. ان جي سمجهہ ۾ هي راز نٿو اچي تہ حرم جيتوڻيڪ خالي ظاهري علامتن ۽ نشانن کان قطعي پاڪ آهي پر

تنهن هوندي بہ رب اُتي موجود آهي. (يعنيٰ صمد بہ اهو ئي آهي جنهن کي برهمن ظاهري علامتن ۾ تلاش ڪري رهيو آهي.)



ذات الاهي منزّه مطلق ۽ پاڪ آهي، صفات کان بہ قطعي پاڪ آهي. صفات جي حيثيت محض تشبيهات ۽ علامت جي آهي. صفات کي سهارو ۽ اشارو سمجهو جن جي مدد سان اسان جي ذهن ۾ هڪ تصور پيدا ٿيندو آهي. حقيقت ۾ وحدهٗ لاشريک جو مطلب اهو آهي تہ صفات کي بہ شريڪ نٿو ڪري سگهجي. توهين جي چاهيو تہ انهي ذات کي صمد چئو يا وري جي تسڪين نہ ٿيوءَ تہ صنم ايجاد ڪري وٺو.



اي مالڪ تو اسان جي اندهي پن تي ڪيترو رحم ڪرين ٿو ۽ اندهن سان کهڙي نہ لطف سان پيش اچين ٿو. ڪٿي اسان جي زيارت لاءِ حرم بڻجي پوين ٿو ۽ وري ڪٿي ڪنهن جي نظر ۾ بتخانو ٿي ڪري پسجڻ ۾ اچين ٿو.



پنھنجي اندر جي سفر واري مرحلي ۾ آھيان، خدا ڄاڻي ڪٿي پھچندس. ھڪ درد جو محمل آھيان جنھن کي ڳوڙھن جي ھوا تي ڇڏيو ويو آھي.



بيدل ھتي تُون آھين ۽ حيرت ۾ وجھندڙ ٻن جھانن جو نظارو، ٻي طرف مان آھيان ۽ پنھنجي پاڻ تي حيران ٿيندڙ ٻن اکين سان گڏ.



وفا جي عرضي ۾ پنھنجي غبار جو طوفان (ناسوتي جسم) حوالي ڪري ويٺس، عشق جي نياپي جي تمھيد ھجي تہ اھڙي ھجي.



حقيقت جي جلوه گاه تائين ڪير پھچي سگھي ٿو اسين سڀ پنھنجي امڪاني تصور جي غفلت ۾ گرفتار آھيو. ھر ھڪ انھيءَ گمان ۾ مست آھي تہ مان پھتل آھيان.



مان ناز جي بهار آهيان ۽ منهنجو تماشي جو ڪوئي واقف (محرم) ڪونهي. مون کي سَئو طرحن سان يقين ٿي ويو آهي تہ منهنجو وجود هڪ خيال آهي مان خود پاڻ پنهنجو خيال آهيان.



منهنجي دل جي داغ کان علاوه منهنجي وحشت جو ڪو رفيق ڪونهي. هن غربت جي مسافر خاني ۾ سج وانگر آهيان جيڪو اڪيلو چڪر پيو ڪاٽي.



خيال بالآخر بيرنگي (حقيقت مطلق) جي طرف مائل آهيان. جيتوڻيڪ دنيا ۾ رنگ ئي رنگ آهي. مان هڪ غونچ وانگر بند رهي ڪري باطن جي درشن ۾ محو آهيان. دوست جي خوشبو دل ۾ وسي پئي.



جٿي بہ رنگ آهي اُتي يار جي جلوي جو ڏس پتو موجود آهي. هن دفعي اهڙي بهار آئي آهي جو گُلن جو چوندڻ مشڪل ٿي پئي آهي.



حقيقت جي رمزن کي ڄاڻڻ لاءِ ڪن ۾ زبان سان ڪم ناهين هلندو. هي ڳالهيون نہ زبان ٻڌائي سگهي ٿي تہ ڪنُ ٻڌي سگهي ٿو. اُتي فقط دل گهربل آهي.



اهي رنگ جيڪي مٽجي ويا ۽ ويندا رهيا تن جو ڏس پتو ڪٿي بہ نہ ملندو. نگاهہ گم ٿيل نظارن کي شمع وانگر محفل در محفل پل ڳولهيندي رهي. نظر پنهنجي تلاش ۾ گم ٿيندي پئي وڃي.



اسان جي غفلت جي غبار جي ڪوئي علاج ڪونهي. اکيون ديدار سان پرپور ۽ پوءِ بہ خالي. وصال ۾ درشن ميسر آهي مگر غيب ۾ هجر جو احساس باقي آهي.



چو طرف سواءِ غبار جي ٻيو ڪجهه بہ ڪونہ ٿو نظر اچي. اکين کي ہِ ڪن تصور ڪري وٺو. پنبڙين جو دروازو بند رهي تہ آفيت آهي.



مان جتي بہ ويس اتي زندگي جو غبار اڳيون هيو. خدا ڄاڻي وجود جي هڪ مُٺي خاڪ ڪٿون آئي آهي ۽ ڪٿي ويندي.



عافيت جي طلب بيڪار آهي، آفت جو منتظر رهجي. زماني جو دستور اهو آهي تہ جيڪي طالبِ آرام ۽ سکَ طلبيندا آهي تن کي ڦاهي پيش ڪئي ويندي آهي.



عاشقن جي مزاج ۾ آرام ۽ فنا جي معنيٰ هڪ آهي. شعلو هڪ دفعو وسامجي ويو تہ ٽڏو ٿي ويندو.



دنيا وحشت ڪدو آهي هتي آرام جو ٽڪاڻو ڪٿي؟ فضا ۾ هڪ به اهڙو ذرو ڪونهي جيڪو شديد حرڪت ۽ سرگرمي جي عالم ۾ نه هجي.



اهل راز ڄاڻن ٿا ته زندگي جي پيڙه عافيت تي ناهي وڏي وئي. اهو رنگ ڪونه هوءِ بلڪه رت هُئي جنهن سان انسان جي تصوير ٺاهي وئي آهي.



زمين ڪان آسمان تائين سوائي گوڙ ۽ هنگامي جي ٻيو ڪجهه به ڪونه آهي. آسودگي هوندي ته شايد ڪنهن ٻي دنيا ۾ هوندي.



جان منءِ ٿورو فرق ته ڪرِ بجلي ۽ باهه فرصت جو حساب گهرين پياءِ ان ۾ ساهه کهڙي شمار ۾ آهي.



هستي جي جلوي جي ذري برابر جهلڪ کي غنيمت سمجهو. حُسن پاڻ آئينو ڏسندو آهي مگر هڪ دم جي گهور کان علاوه ناهي ڏسندو.



بهار وجي پئي ۽ گُل باغ کان موڪلائي وڃي رهيا آهن. پيالو هٿ ۾ کڻي وٺ، ميڪشي جي دور گذرڻ وارو اٿئي.



عمر جي بي ثباتي جي سبق کان بيخبر نہ رهجانءِ. هر ساهہ سان گڏ زندگي جي ڪتاب جو هڪ ورق ڪرندو پيو وڃي.



اسان جي طبيعت اهڙي آهي جو اسين وهم ۽ گمان ۾ مبتلا آهيون. اسان جي ظهور جي بنياد ڪثرت تي آهي. اسين پنهنجي وجود جي سڃاڻ ۾ اعتبارات جا محتاج آهيون. بهرحال رسوائي اسان جي تقدير آهي.



ڪائنات جي هر تجلي جي ذري جو شعلو ۽ حقيقت جي اثبات جي هڪ آزاد اڪائي آهي. مگر اسين اُهي بدنصيب آهيو عبرت جي جلوي کان محروم آهيون. اسان کي اُها اک ڏني وئي آهي جيڪا ڏسي نہ ٿي سگهي. جهڙوڪ اسان کي تاڪيد ٿيل آهي تہ بند رکو.



اها ڪهڙي نہ ظلم جي ڳالهہ آهي جو تنهنجي هوس تو کي فريب ۾ مبتلا ڪيو آهي ۽ سرو سمن (ٻاهريان مظاهر) تو کي سير تي اڪسائڻ پيا؟ ذرا دل جو دروازو تہ کول سهي، تون هڪ لڪل غونچ کان گهٽ ناهين، جنهن جو آخري هدف آهي گُل ٿي پوڻ ۽ ٽڙي پوڻ.



شعرن کي شوق جي شدت جي تفسير سمجهڻ کپي. اکيون انتظار ڪري ڪري ٿڪي پيون ۽ بالآخر خيال جي راهہ ۾ ساهہُ ڏئي ڇڏيئون. هاڻ تہ حال جي پڇا ٿي وڃي. البتہ ٿوري دير لاءِ جي ڪرم فرمايوءَ تہ مان ايئن سمجهندس تہ مردي جسم ۾ ساهہُ اچي ويو.



ماڻهو جي زندگي جو حاصل هي آهي تہ ان جي سامهون اوج ۽ پستي جا جيڪي تجربات هڪ تسلسل ۽ تڪرار سان پيچ اچن ٿا، ۽ اهو ڪي هوش ۽ مستي جي جيڪي متضاد ڪيفيتون ان تي بار بار گذرن پيون. اهو ماڻهو ڀلا ڪهڙو آهي جنهن جي دل ۾ بلندي ۽ پستي مان گذرڻ جو حوصلو نہ هجي ۽ هوش مستي جي وارداتن سان منهن ڏيڻ جو سليقو نہ هجي. لُبلباب هي آهي تہ پنهنجي هستي جو احساس ڪجي چاهي ساهہ ڪٽڻ ۾ ڪيتري بہ دير لڳي ، ايتري دير ۾ پنهنجي نفس جي سڃاڻ ۽ خودي جو شعور حاصل ٿي پوي تہ هڪ حد تائين مقصد پورو ٿي وڃي ٿو.



انسان ۽ فرشتي ۾ هڪ فرق هي آهي تہ فرشتو خدا جي قرب جي فضيلت حاصل ڪري بہ ان منزل تي ڇميل نہ ٿو رهي. انسان کي هڪ دفعو منزل عرفان تي فائز ٿيڻ بعد هميشہ خدا جي توفيق هُن جي حال سان شامل رهندي آهي ۽ هو ان مقام کان ڪڏهن هيٺ نہ لهندو آهي.



عارف لاءِ هي دنيا زندان ۽ قيد خانو آهي. روح هميشہ پنهنجي اصلي وطن ڏي واپس ورڻ لاءِ بيقرار رهندي آهي. ظاهر آهي تہ مسافر غربت جي حالت ۾ خوش ناهي هوندو ۽ اُن جو دل اندر مان چوندي رهندي آهي تہ ڀهرين فرصت ۾ گهرواپس وڃ.



يار جو جلوو نصيب ۾ ٿيو ۽ نہ ۾. وصال ٿيو تہ سهي پر پري رهڻ جو احساس دل مان نہ ويو. اي دوست، تون ۾ قيامت آهين جو هر گهڙي ويجهڙو آهين پر پوءِ ۾ محسوس ايئن ٿئي ٿو تہ ياڪر خالي آهي. شراب نوشي دوستن جي صحبت ۾ ڪئي ويندي آهي ۽ نشي ۾ شرم جا پردا ڪڇي ويندا آهن.



تو نيستي جي ڪتاب کي پڙهڻ ۾ ٿورو وقت وڌيڪ گهارڻ سان ڪم نہ ورتو، نہ وري صبر جي مشق ڪرايئي. هاڻ قلم کڻ ۽ لک تہ اسين خالي ٿي ويا سي، هي اسان جي غبار جي تحرير آهي.



اي ڪريم، هي فقير چاٽي ٿو تہ بالآخر تون پنهنجي دروازي تي سڏ ڪندين. جيڪڏهن هتئون مون کي تڙيندين تہ ٻڌاءِ تہ ٻيو ڪهڙو دروازو آهي جتي مان وڃان؟ اگر تون مون کي هتان موٽايو تہ مان ڪنهن وٽ ويندس؟



اي مالڪ، تنهنجي هر ساهہ سان ياد ڪري اصل بندگي آهي، عبارت ۽ معاني جي ذريعي تنهنجي بزرگي بيان ٿئي ٿي سگهي. نہ مون کي حرف يا صورت جي پرواه آهي ۽ نہ وري مون وٽ تعريف سان پريل زبان آهي.قلم ۽ زبان تنهنجي تعريف کان عاجز آهن. تو کي دل جي گهرائين سان هر وقت پڪارڻ ئي آگاهي جو واحد طريقو آهي.



اي حقيقت مطلق ، تو کي جي سڏيان بہ تہ ڇو؟ حقير مڇر جي ڀڻڀڻاٽ جي آواز بہ ڪا پلا ڪا حيثيت رکي ٿي؟ ان سان وڏيڪ شرمندگي ٿئي پئي. مان خود ٿئو ڄاڻان تہ مان ڪٿي آهيان، ڪير آهيان، ڪڏهن کان آهيان. بس هڪ بيڪس جي آه و پڪار آهيان. بس هي پنهنجي سڃاڻپ آهي.



مان پردي جي پٺيان ڳالهائڻ واري جي آواز ضرور ٻڌي مگر ڏٺو ڪڏهن بہ نہ. مان اوهان کي ڇا ڏيکاريان تہ مون کي ڪجهہ نظر ڪونہ پيو اچي. مان خود آئينو آهيان، مگر منهنجي جمال جي عڪس جي اصليت منهنجو آئيني ساز ئي ڄاڻي ٿو، لهذا اوهين اُن کان پڇو.



مون کي نہ جنت جي آرزو آهي نہ ڪنهن ٻي چمن جي رنگ ۽ خوشبو جي حسرت آهي. تنهنجي ياد جي برڪت سان دل ۾ شادماني ۽ خوشي آهي جو ٻئي جهان مون کي خوشبو سان مهڪندڙ عشرڪده معلوم ٿين پيا.



منهنجي نظر ۾ ڪعبو ۽ بتخانو رسمي تڪلفات آهن. تنهنجو شيدائي تو کي هر جڳہ ياد رکندو آهي ۽ هميشہ تنهنجي ياد ۾ مست رهندو آهي، ان جو معمول هي آهي جو هو هر وقت سر بسجده رهندو آهي. هُن جا زانو جاءِ نماز آهن. هو سر جهڪائيندو آهي ۽ سجدو ڪري وٺندو آهي.



مون کي زمين جي غبار (ناسوتي واسطن) ڪيو تہ ڇا ڪيو، ۽ آسمان برين تي پهچايو تہ ڇا ڪيو؟ مان اهو ئي بندو بيڪس رهندس ۽ تون ڪريم بندن کي نوزيندڙ رهندين.



آدم کي پهريان عالم لاهوت ۾ خلق ڪيو ويو. جتي فرشتا ان کي سجدو ڪندا هئا ۽ نور حق جي تجلي سان روح سيراب ٿيندي هئي. پوءِ هو هن ناسوتي

دنيا ۾ آيو ۽ ڪثرت جي هجوم ۾ وحدت کي وساري ويٺو. اصلي ڳالهه هي آهي ته بشر جي فطرت لاهوت و ناسوت ٻنهي کان واقف آهي. ڪڏهن دنيا جي ست رنگن جي جادوئي نظارا هن کي پاڻ ڏي ڇڪيندا آهن ڪڏهن هُن کي عالم علوي (يعنيٰ احساسن کي پري جو عالم) جي بهار پاڻ ڏي ڇڪي ٿي.



تو کي ڪڏهن ضرورت پيش اچي وئي؟ اگر پنهنجي سهولت جي ڪري خدا جي تصور کي ظاهري ۽ جسماني قالب ۾ ڊيکيو ٿئي ته انديشو آهي ڪٿي تون صمد جي هستي کان پري ٿي ڪري برهمڻ جي ملڪ ۾ نه وڃي پهچين جٿي ظاهري رسومات سڀ ڪجهه هجن پر سينو ذات مطلق جي جمال کان خالي هجي.



ٿورو پنهنجي اندر جهاتي ۽ خود شناسي جي مشق ڪري ڏسجي، ته معلوم ٿيندو ته پنهنجي دل ئي (ان مالڪ) جي تجلي گاه آهي. اتي ئي ان مالڪ جي زيارت ٿي ويندي. ڪٿي اچڻ وڃڻ جي ضرورت ناهي.



اي بيدل بيخبر وانگر هوس جي چڪر ۾ بہ پئجانءِ ۽ دنيا تي اعتبار نہ ڪجانءِ. ڪمال جي منزل تائين پهچڻ جي جستجو ڪجانءِ ۽ خوب کان خوب جي تلاش ڪجانءِ. ڇو جو اها شئي انسان کي بيقرار رکندي آهي ۽ زندگي جي گردابن ۽ طوفانن سان ٽڪرائڻ جو حوصلو بخشيندي آهي.



راهہ سلوڪ وارا انگورن جي پٽن وانگر هوندا آهن. حق جو ذڪر خاموشي سان ان جي زبان تي جاري هوندو آهي. ان حقيقت کي اهو ئي سمجهي سگهي ٿو جنهن معنيٰ تائين پهچندڙ طبيعت پائي هوندي آهي.



بتخاني ۽ حرم جو گوڙ ٻڌي معرفت جي راه اجا وڌيڪ آسان ٿي وئي آهي. دل هڪ نئين سوز و گداز کان آشنا ٿي وئ آهي. حقيقت سامهون آئي تہ ٻنهي جڳهن ۾ هڪ ئي هستي کي پڪاريو پيو وڃي.



دنيا هزار تبديلين سان گذري وئي مگر بيدل جي شوق جي انداز ۾ ڪو فرق نہ آيو. زمانو پئي تبديل ٿئي مگر عاشق جو رنگ ساڳيو ئي رهندو آهي. اي مالڪ

سال ۽ مهينا گذرندا رهيا تنهنجو تصور جهڙو جو تهڙو رهيو ۽ تنهنجي ترنم (نام) صبح شام منهنجي زبان تي جاري رهيو.



سالڪ وصل جي انتظار ۾ آهي ۽ هڪ خاص شوق جي نقطي تي پهچي ڪري چوندو آهي ته اگر مان خاڪ ٿي وڃان ته به پرواهه ناهي. منهنجو وجود هن دنيا جي بساط تي تنهنجي مرضي جو نتيجو آهي ۽ تنهنجي جلال ۽ جمال جو آئينو آهي.



اي دوست، تنهنجي تعريف ۾ مان ڇا لکان، ڪنهن مضمون تي اعتبار نه ٿو اچي. منهنجي ڪُل حيثيت هي آهي ته مان هڪ ضعيف انسان جهڙو آهيان ۽ پنهنجي هستي کي تنهنجي سنهي زُلفن تي قربان ڪيان پيو.



اي دوست مان ڇو نه روئان، تنهنجي بيرخي مون کي پامال ڪري ڇڏيو آهي. هاڻ هي دعا آهي ۽ هي لکڻ تي مجبور ٿي پيو آهي ته تو کي منهنجي حال جون فراموشيون فراموش ٿي وڃن.



هي عمر ۾ ڏينهن جي آهي تنهن تي فخر نہ ڪرڻ کپي. جنهن هستي جو بنياد نيستي تي هجي سان آباد ڪٿي تي رهي سگهي. ڪوئي ابدال ٿئي ٿو، ڪو غوث ٿئي ٿو، اگر اهو سمجهي ماڻهو احترام بہ ڪن تہ ان سان ماڻهو عظيم ڪونہ ٿو ٿئي. هن آدم خاڪي جي مان دز مان ڪشف ۽ ڪرامات اُڏري ڪري ڦهلجن تہ ان سان خوش ٿيڻ نہ کپي.



بيدل جي دماغ ۾ فقر جو نشو ان حد تائين هُيو جو اُهو اُن جي دماغ جو جزُ تي ويو هو. اُن جي روشن دلي اُن جي جان جي چراغ جي نور سان جلوا فروز هئي.



اگر مون کي دنيا جهان جو مال انِ غرض لاءِ ڏنو وڃي تہ مان پنهنجو فقر ۽ قناعت ترڪ ڪري ڪنهن وڏي ماڻهو هي در تي حاضري ڏيان تہ اِهو مون کان ٿي نہ سگهندو ڇو جو مون پنهنجي پيرن تي قناعت جي ميندي لاٿي آهي.



تون منهنجي مزار تي اچين ۽ مان مردو هُجان تہ تو کي اندازو ٿيندو تہ عدم ۾ مان ڪيترو لُڇان پُڇان ٿو.



سيني ۾ داغ آهي ۽ دل مان نيسارا پيا نڪرن، اکين ۾ ڳوڙها آهن، هر هڪ جاءِ تي محبت جي ڪري جلڻ منهنجو ئي ڪم آهي.



شمع محفل ۾ لڪي ڪري روئندي رهي ۽ آخر ۾ خاموش ٿي وئي (وسامجي وئي). شراب جي صراحي ٽٽي تہ شراب جي ڳوڙها هاري ڇڏيائين. هن انجمن ۾ هر هڪ پنهنجي پنهنجي انداز سان روئي ڪري هليو ويو.

شمع جي بزم(ڪچهري) ۾ ٽي ڳالهيون آهن. هڪ تہ شعلو ، ٻيون ڳوڙها ۽ ٽيون دونهون. شمع کي رات جو فرصت ملي تہ اُن سفر جو سامان ٻڌيو (ڇو جو) صبح جو وڃڻ جي تياري هئي. محمل تہ شعلي سان ٻڌي وئي، سفر جو سامان تہ گريو، آهون ۽ دونهون بطور ساٿي هيا. زندگي جي بزم اهڙي سامان سان نڪتي جو، اهو قافلو صبح نمودار ٿيڻ کان اڳ ئي لٽجي چڪو هو.



ڪائنات صورت جو عالم آهي. جيڪي عاشق حقيقت پرست آهن سي عالمِ صورت ۾ ان جي رنگيني تي موهجي ڪونہ ويندا آهن. صورت جو عالم عاشق جي نظر کي ڌوڪو نہ ڏئي سگهي. تنهنجي خيالِ حقيقت جو اهو دل وارو آئينو صورت پرست ناهي.



تنهنجي نگاهہ تنهنجي نظر جي حلقي ۾ رهندي آهي. ليڪن تو کي هڪ الڳ سان ٻي ڪائنات نظر اچي رهي آهي. حقيقت ۾ تون پنهنجي ڳانڍاپي جو پاڻ ئي شڪار آهين.



زندگي تہ هڪ نفس جي تار سان ڳنڍيل آهي، جڏهن اهو رشتو ٽٽيو تہ انسان تمام دنيا جهان جي بارَ کان آزاد ٿي ويندو. جيستائين جيئرو آهي تہ دنيا جو رنج، عاقبت جي فڪر، حسرت جا داغ ۽ دل جو درد برداشت ڪرڻو پوندس.



انسان خاڪي هجي يا امير هجي، شاهہ هجي يا گدا هجي، مغرور هجي يا خاڪسار هجي، غرض تہ هر هڪ رنگ هڪ تهمت مثل آهي جيڪو هو پنهنجي مٿي تي ملي رهيو آهي.



جنهن جنهن جو باطن نوراني آهي اُهو ڄاڻي ٿو تہ ڪائنات الله جو ڪتاب آهي.



اصل ۾ اهي ٻئي ڳالهيون تنهنجي نظر جو ڌوڪو ئي آهن، اگر تون حقيقت سمجهي ورتي آهي تہ تنهنجي اک جدا ڪونهي ۽ تون جيڪو مشاهدو ڪري رهيو آهين اهو تنهنجي دل جي اکين جا تصورات آهن، ٻاهر ڪجهہ بہ نہ آهي، تون اصل ۾ پاڻ مٿان ديوانو ٿيو پيو آهي. تون غلط فهمي جي ڪري اُن کي غير سمجهي رهيو آهين. اِها حيرت واري بزم تہ تنهنجي دل ۾ آهي.



هي عالم اضداد آهي (هن دنيا ۾ هر شئي پنهنجي ضد سان سڃاتي وڃي ٿي). غم جي تصديق خوشي جي تصور بغير نہ ٿي سگهي. زندگي ۽ اُن جي لطف جو احساس موت ۽ اُن جي پيڙاهہ سان پوي ٿو.



اگر تون نبوت جو منڪر ناهين تہ تنهنجي دل تي جيڪو بہ وارد (ظهور پذير) ٿئي ٿو، اُن جو احترام واجب آهي ۽ اگر تنهنجو ايمان آهي تہ "الله نور السمٰوات والارض" ۽ انهيءَ نور جو تجليات ڏسجڻ ۾ پيون اچن تہ تون ڪنهن طرف ڏي بہ بي ادب نگاهہ نہ ڪر.



تمام علوم ۽ حڪمتون هن خاڪي جسم مٿون منڪشف ٿيون ۽ ٿين پيون. اهي حواس آهن ۽ اها دل آهي، جي اِهي نہ هجن تہ اسان کي ڪنهن ڳالهہ جي پروڙ ۽ علم نہ هجي ها. تنهن لاءِ هن جسم کي معمولي شئي نہ سمجهڻ گهرجي.



رياضت جي غرض ايتري آهي تہ ان سان باطن ۾ صفائي پيدا ٿئي. ان جي لاءِ بہ اعتدال شرط آهي. اگر تون اعتدال کان وڌي وئين تہ افراط ۾ ڦاسي پوندين.



بک جي شدت سان جسم جي قوت ڪمزور ٿئي ٿي ۽ رياضت ڪندڙ کي عجيب و غريب شڪليون پئي ڏسڻ ۾ اينديون آهن.



مان انُ اهل نظر جو غلام آهيان جيڪو پنهنجو هوش سلامت رکي. اگر بکايل آهي تہ مجنون نہ ٿئي ۽ اگر پيٽ ڀريل آهي تہ نفساني مزا نہ وٺي.



جيڪو شخص ڪائنات کي باطل (ڪوڙو) چوي ٿو اهو پاڻ بہ باطل آهي ان لاءِ جو ڪائنات جو هڪ جزو هو پاڻ بہ آهي.



علم ڇا آهي؟ قدرت بيچون جو اصل، جيڪو ظاهر يا لڪل آهي ۽ جيڪو ذهن ۽ انسان جي قلب جو عڪس آهي.



جيڪو اهل نظر خود شناس آهي سو حق شناس بہ آهي. ان لاءِ اُن جي دل ۾ باطل خيال پيدا ناهي ٿيندو ڇو جو هُو ليليٰ جو محرم آهي، محمل ڪي ناهي ڏسندو. جيڪو حقيقت پرست آهي اُهو صورت يا بت پرست ناهي هوندو.



ساقي جو ڪجهہ ڏيندو آهي عين ثواب آهي. ان لاءِ جيڪڏهن هر شخص صبر ۽ شڪر ڪري تہ ان جو زندگي جو ساغر ڪڏهن ٽٽندو ڪونہ. ليڪن جيڪي قناعت ٽٽا ڪن تن جو حال خراب هوندو آهي. اهڙي ريت جنهن جو جيترو ظرف آهي اُن کي اوتري جام جي گهر ڪرڻ کپي.



چنگ آئينو آهي ۽ ان ۾ تنهنجي ئي صورت آهي، تنهنجي آرزو تنهنجي ئي دم ۽ هٿن مون وجي رهي آهي. جڏهن تون ان راز کان واقف ٿيندين تہ خبر پوندي تہ تو پنهنجو قبلو پاڻ آهين. آئيني ۾ تون پنهنجي روبرو پاڻ ئي آهين. ذرا فڪر

سان ڪم وٺ ۽ جهڪي ڪري پنهنجي اندر نظر ڪر تون پاڻ ئي خود محراب آهين.



الله تعاليٰ جي ذات اسان جي معرفت کان بي نياز آهي. هو غني عن العالمين آهي. تخليق جي وجهه اها آهي ته انسان پنهنجي مرتبي کان واقف ٿئي.



هاڻ تو کي سوچڻ گهرجي ته تون ڇا آهين؟ تون خود دل جي اندر آهين، هن دل جي پردي کان ٻاهر ڪونه آهين. هيءَ دل جي قابليت آهي ته تون جيڪو ڪجهه خيال ڪندو آهين ان جي مثالي صورت جلوه گر ٿيندي آهي. هي گل ۽ گلشن سڀ مثالي صورتون آهن. تنهنجو خيال جيڪو ڪجهه چاهيندو آهي ان جي هڪ خيالي صورت ڇٽيندو آهي. ان جو دائرو ڪائنات يا تنهنجي دائري مان نڪرندڙ هڪ "ذهن" آهي. انهيءَ ذهن جا تصورات ئي هيءَ ڪائنات آهي. انهيءَ ڪائنات جا نقش تنهنجي "دل" تي ثبت (چيپيل) آهن.



آسمان هڪ گنبذ آهي جنهن ۾ ڪوئي اچ وڃ لاءِ ڪو دروازو ڪونهي ۽ تون ان گنبذ ۾ موجود آهين. ان لاءِ سوچڻ گهرجي ته جي اگر هن گنبذ جو ڪوئي دروازو هجي ها يا ڪليل هجي ها ته تنهنجو غير ٻاهر کان اچي ها يا اندر کان ٻاهر وڃي ها. جيڪڏهن هن بغير در جي گهر ۾ رهندڙ آهي ته اِهو تون ئي آهين. ان لاءِ ڪنهن غير جو نشان هت تو کي ڳولهي به نه لڀندو.



تون جو به نقش ڏسين رهيو آهين اُهو تنهنجو تصور ئي آهي. ڏسڻ واري تنهنجي ئي اک آهي. هن گنبذ ۾ تنهنجي ئي آواز گونجي ٿي. وجهه ڇا آهي جو تون وهم و گمان ۾ ڦاٿل آهين ۽ پاڻ کي غير سمجهي رهيو آهين.



حقيقت هي آهي تنهنجي دل ۾ هڪ تڙپ آهي ته تون راز هستي کي معلوم ڪرين يا ان طرف بالڪل غافل رهين. هن جستجو جو مقصد تون ئي آهين.



هي جهان هڪ طلسمي ڪارخانو آهي. هي سمجهي ڇڏ ته تنهنجي ئي سازِ وجود جو پردو آهي. تنهنجي ئي ڇيڙڻ سان آوازون نڪرن ٿيون. ورنه هي عالم طنبور وانگر کوکلو ۽ اندر مان خالي آهي. آوازون ۽ راڳ تون ئي پيدا ڪري رهيو آهين.



حقيقت هي آهي ته اسين جو ڪجهه به مشاهدو ڪندا آهين اُهي خود شيون ڪونه آهي بلڪ ان شين جو پاڇو جنهن کي اسان صورت چئون ٿا، هي صورتن وارو عالم هي رنگ و بو آهي. هي اُهي صورتون آهن جن کي اسان جا حواس محسوس ڪري رهيا آهن. رنگ، روپ، آواز ۽ هر هڪ صورت واري شئي کان علاوه اسان ٻيو ڪجهه محسوس نه ٿا ڪري سگهون. ليڪن اسان کي هڪ ٻي ذريعي کان معلوم پيو آهي ته شيون محض صورتون ڪونه آهن بالڪ ان ۾ حقيقتون به لڪل آهي، جن جو انڪشاف اسان جي قلب تي ٿئي ٿو پيو.



ڪي ماڻهو ڪتابون جمع ڪندا رهندا آهن. ڪتابن ۾ لکندڙ جا خيالات تحرير هوندا آهين. تون هنن کي پڙهندو آهين ۽ انهن کي سچ سمجهندو آهين. ان لاءِ اِهي ئي ڪتابن جا ورق ذهن جي پردي جو ڪم ڏيندا آهن. ماڻهو خود سوچيندو ڪونه آهي. ان جو يقين ان حد تائين پهچي ويندو آهي جو انهن کي

صحيح سمجهندو آهي. ماڻهو پنهنجو سمورو ذور ان کي سمجهڻ ۾ نہ پر ان تي عمل ڪرڻ ۾ گذاريندو آهي.

ماڻهو قسمين قسمين جون ٻوليون ٻولين ٿا ۽ ڳالهيون ٺاهه وارا جام آهن. پر تحقيق وارا گفتا ڪنهن کون ڪونہ ٻڌندين. دنيا جي ڪمن ۾ خرابي جي وجہ اها آهي تہ ماڻهو هڪ ٻئي جي تقليد ڪندا رهن ٿا ۽ ڪندا اچن پيا.

بيدل چوي ٿو تہ اهو سمجهي ڇڏڻ گهرجي تہ اهو ئي شخص ٻين جي عقل جو سهارو وٺندو آهي جيڪو خود عقل کان محروم هوندو آهي. ان لاءِ تقليد ۽ جهالت لازم و ملزوم آهي.



اڪثر ماڻهو آدم جي صورت ۾ شيطان هوندا آهن انهيءَ لاءِ اهڙن جي هٿ تي بيعت ڪرڻ نہ گهرجي.



هڪ داڻي جي حيثيت ڇا آهي؟ مگر جڏهن اُن جي نشونما ٿئي ٿي تہ اهو سَئو مڻ مٽي مان ٻوٽو سِرُ ٻاهر ڪڍي ٿو.



هي تمام مذهبَ رستا آهن منزلون ناهن. غلط فهمي وچاران ماڻهن پنهنجي پنهنجي مذهب کي منزل مقصود سمجهيو ويٺا آهي. انهن ۾ ايترو شعور ڪنهي تہ رستي ۽ منزل ۾ فرق ڪري سگهن.



ماڻهن جي ڳالهيون ٻُڌي ڪري ماڻهن سان ڳالهائڻ ۽ ان تي فخر ڪرڻ تہ مان صاحب علم آهيان يا وري منهنجي ماڻهو عالم سمجهي منهنجي عزت ڪن. اها ناواجب ڳالھ آهي.



جسم انساني تہ مٺ پريل مٽي ئي آهي مگر تمام رمزون حڪمت ۽ ڪائنات جي پيدائش جي مقصد تي آدم خاڪي حاوي آهي.



”العلم حجاب الاڪبر“ علم سڀ کان وڏو حجاب آهي، جڏهن عقيدن جو پردو علم ڦاڙهي ڇڏيو تہ ان جا وار وار الڳ ٿي ويا. هاڻ ڪو بہ برهمڻ خواب ۾ ڪعبو ڪونہ ڏسندو آهي. مسلمانن پنهنجي دين جون منزلون طي ڪيون تہ ان جي دلين ۾ ڪاشي جو خيال ڪونہ ايندو آهي.



اک جي پي صورت بہ ٻُڙي وانگر آهي، جڏهن ڪليل آهي تہ هڪ جي عدد تي ٻُڙي جو اضافو ڪندي ويندي آهي. اهڙي طرح هڪ کان ڏهہ، ڏهن کان سو ۽ سو کان هزار تان جو لا انتها. حقيقت ۾ پاڻ وجودِ واحد آهي. اسان هن هڪ اک سان ڪثرت جي عالم جو مشاهدو ڪندا آهيون. هڪ ڏينهن هي اک بہ خودبخود بند ٿي ويندي تہ پوءِ هي ٻُڙي بہ محو ٿي ويندي ۽ وڃي بچندو هِڪُ.



رنگ هڪ هوندو آهي تہ وهم اسان کي سو رنگ ڏيکاريندو آهي. جهڙي طرح ڀنگ جي نشي ۾ انسان آسمان جو سير ڪندو آهي. اها ئي ڪيفيت قلب ۾ پيدا ٿيندڙ وهمن جي آهي.



جنهن ڪثرت جو مشاهدو اسين ڪندا آهيون اُهو اسان ڪي وهم سان پريل اکيون ڪرائن ٿيون. حقيقت ۾ اها وحدت ئي آهي جو ڪثرت جي صورت ۾ جلواگر آهي.



حُباب (پاڻي جو بُلبُلو) جي صورت بہ اک جهڙي آهي. اُهو تيستائين جيئرو آهي يا اُن جو وجود تيستائين قائم آهي جيستائين اک سان وابسطہ آهي. ذرا جو اک کُلي تہ اهو ختم ٿي ويندو.



جيتوڻيڪ آئيني ۾ تنهنجو ئي عڪس آهي مگر تون کان جدا آهي. ان لاءِ تنهن جي نفي تنهنجي ذات جي يڪتائي جو اقرار آهي. جيتوڻيڪ تنهنجو عڪس تنهنجو غير نہ آهي مگر هو تو کان جدا آهي.



اگرچہ عقل ڪائنات جو سرمايو آهي تمام ڪائنات ۾ انهيءَ هڪ شئي جي قدروقيمت آهي مگر عشق جي مقابلي ان جي ڪجهہ بہ قيمت ناهي، عشق خود ڪيميا گر آهي. ڪائنات خاڪ آهي مگر ان کي عشق جي ڪيميائي سان سون ٺاهي سگهجي ٿو. عقل هر هڪ شئي کي اُن جو غير ڏيکاريندي آهي، عشق جي نظر ۾ ڪثرت گم ٿي ڪري وحدت جو ڏيک ڏيندي آهي.



سايو دراصل اهو آفتاب آهي جنهن تي نقاب پيل آهي. ان لاءِ هستي ،مطلق جيڪا قيد ۾ واڙيل آهي تنهن جو مشاهدو ٿي سگهي ٿو.



جهڙي طرح هر هڪ ساهہ هڪ نئون آهي ۽ جيڪو گذري ويو سو پيهر واپس نہ ٿو اچي. انهيءِ سان زندگي جو رشتو وابسطا آهي. اهڙي طرح جو ورق اُلٽيو ويو سو هميشہ لاءِ ختم ٿي ويو. اهو ڪڏهن بہ رونما ڪونہ ٿيندو.



اگر هن انجمن جتي اسين ٻہ چار صورتون ويٺيون آهيون، درهم برهم ٿي وڃي تہ ڪهڙي پرواهہ. اهو ئي نقش چٽيندڙ جنهن انجمن جو نقش چٽيو هيو سو ٻيهر نقش ٺاهي ڇڏيندو.



منهنجي خاڪي جسم کي اگر ٻوڏ گهلي ڪري کڻي وڃي ۽ ايئن ضرور ٿيندو تہ مون ان ڳالهہ جو انديشو ڪونهي تہ مان معدوم ٿي ويندس. ان لاءِ جو معمار موجود آهي جنهن پهريون منهنجو خاڪي جسم ٺاهيو هيو سو جنهن صورت ۾ چاهيندو سو تعمير ڪري ڇڏيندو.



انسان روزانو پنهنجي هم جنس کي مرندو ۽ خاڪ ۾ دفن ٿيندو ڏسي ٿو. مگر ٻين حيوانن وانگر هن يقيني واقعي جو مشاهدو ڪندي پوءِ بہ هو ابد واري عُمر جو طالب آهي. اهو يقين اٿس تہ مون هڪ ڏينهن مرڻو ضرور آهي پوءِ بہ هو چاهي ٿو مان نہ سهي ڪم از ڪم منهنجو نالو ئي زنده رهي.



ماڻهن کان ڪيترو لڪندو رهندين حضرت خضر وانگر چهري تي نقاب وجهي. وڏي عمر شرمساري آهي، ان کان بهتر آهي مرڻ جو هن کي شرمساري واري زندگي گذارڻي پوي.



جڏهن دز اسان جي اڳيان پويان اڏامي يا اسان ان ۾ گهريل هجئون ته ان خيال کان ته هي دز اسان جي اکين ۾ نه پوي يا منهن ۾ نه وجي، ته اسي چهرو ڍڪي ڇڏيندا آهي. اها ڪيفيت اسان جي ذڪرِ ماضي ۽ فڪرِ مستقبل جي آهي. ٻئي گردوغبار آهن جيڪي اسان جي حال تي ڇانيل آهي. ۽ اسان جو حال به غبار آلود ٿي ويو آهي.



تون هن جهان ۾ پيدا ٿئين ۽ هن ئي جاءِ تي تو کي عمر بسر ڪرڻي آهي. الله تعاليٰ پنهنجي فضل و ڪرم سان اسان کي سڀ ڪجهه ڏئي ڇڏيو آهي بلڪه اسان جي پيدائش کان اڳ پُهچائي ڇڏيو آهي. جنت به هتي موجود ڪري ڇڏي آهي. پوءِ اسان چو هن جنت کي دوزخ ۾ تبديل ڪري ڇڏيو آهي.



جڏهن تو مري ڪري هن زندگي کي خير باد نہ چوندين تيستائين هي راز تنهنجي مٿان ظاهر ڪونہ ٿيندو. هن زندگي سان آشنائي چڻ تہ آرام ۽ سڪون سان بيگانگي آهي.



مجاز جو تصور حيقيت شناسي لاءِ مناسب ناهي. اهو ناممڪن آهي تہ عالم باطل مان حق جو ظهور ٿئي. حق جو ظهور حق مان ئي ٿيندو.



مخلوق مري ڪري بہ محشر جو صبح جو انتظار ڪري رهي آهي. اهو سمجهي ڇڏڻ گهرجي جيڪي ماڻهو مري ويا سي زندگي پاڻ سان قبر ۾ کڻي ويا. ڪنهن شئي جو انتظار زندگي سان گڏ هوندو آهي. حالانڪہ موت ۽ حيات ٻہ مختلف شيون آهي. انهن ٻن جو ميلاپ مشڪل آهي.



دنيا هجي يا عقبيٰ، پنهي سان وابستگي ٻہ هڪ الجهن آهي. آزادي اهڙي طريقي سان حاصل نہ ٿي سگهي جو اسين دنيا جي ڏندي ۾ اسين قائل رهون ۽ وري عقبيٰ جي رٽ لڳائي ويٺا هُجئون. اصل ۾ هن وهم و گمان کي قائم ڪرڻ وارا اسين خود آهيون. هي سڀ اسان جا تصوارات آهن. مقام تحقيق تہ هي دنيا آهي.



جتي حرص ۽ هوس سرگرم عمل هوندو اتي سيم و زر تي نظر هوندي، زاهد ان اميد تي دنيا کي ترڪ ڪري ٿو تہ ان کي جنت ۾ حورون ملنديون تہ ان مان اهو مطلب ظاهر ٿئي ٿو تہ هو دنيا جو طالب آهي.



جتي ڪنهن شئي جو ترڪ يا ڇڏڻ ممڪن هجي تہ اُتي اسان کي دنيا ترڪ ڪري بهشت طلب ڪپي. اصل ۾ اسان جي نظر ۾ دنيا ئي آهي جنهن کي اسان پنهنجي خواهش مطابق طلبي رهيا آهيون.



اهو ته ظاهر آهي ته بهشت اها جاءِ آهي جتي انسان ڪونه آهي. اگر اها آرام ۽ آسائش جي جاءِ هجي ها ته اها ڪتي جي عقلمندي آهي جو انسان پنهنجي پير تي ڪهاڙي هڻي ۽ آرام کي ڇڏي ڪري تڪليف برداشت ڪري. انهيءَ لاءِ معلوم ٿيو ته جنهن بهشت ڇڏيو اهو ماڻهو ڪونه هيو. ڇو ته ماڻهو جي هڪڙي امتيازي خوبي اها عقل ئي آهي. ڪوئي جاهل ئي هوندو جنهن کي بهشت ملي ان کي ترڪ ڪري.



تو کي تنهنجي وهمَ عقبيٰ ۽ بهشت جي حورن ۽ مزن جا نظارا ڏيکاري رهيا آهن. ايترو ته سمجهي ڇڏڻ گهرجي ته اسان جي ڏاڏي آدم جنت ۾ ڇا ڏٺو ۽ ڇا حاصل ڪيو؟ اهڙي جاءِ جتي اتان جو مالڪ پاڻ ئي مهمان هجي، عبرت جي جاءِ آهي، نه ڪي قيام جي.



هن زمين اسان جي دلين کي اهڙو ڦاسائي رکيو آهي جو ماڻهو پاڻ کان گذري رهيا آهي يعنيٰ مري رهيا آهن پر ٻي جاءِ تي وڃڻ جو نالو ئي نه ٿا وٺن.



تون ڪيترن ئي عقبائُن سان توقعات جو احرام ٻڌي ڇڏيو آهي. ليڪن ڇا ان جو ڪهڙو فائدو. تنهنجي فرصت جي لمحات جيڪي توکي اجان گذارڻا هُئا سي تو فضول محفلن ۾ ويهي گذاري ڇڏيا.



مان نہ ٿو چاڻان تون اگر آئيني ۾ ذات يڪتا جي حُسن جو مشاهدو ڪرين تہ عڪس جي علاوه ڇا ڏسندين ۽ هو وري عڪس ڪان ٻاهر ۽ جدا آهي.



ستم جي ستيل بيدل کي حقارت جي نظر سان نہ ڏس ڇو جو محبت جي آبرو هن جي آلي اکين ۾ آهي.



ان دل تي رحم اچي ٿو جيڪا عرض و نياز جي وقت فرياد ٻڌڻ واري جي بي نيازي سان ٽٽي پئي هجي.



اُها ڪهڙي دل آهي جنهن ۾ هوس جي دوڪان سجايل ناهي هتي هر آئيني جي صفا خاني ۾ هڪ بازار آباد آهي.



هجر ۾ جيئرو آهيان. منهنجي سامهون آئينو نہ رکُ. يار کان جدا رهي ڪري پاڻ کي ڏسڻ هڪ ستم آهي.



اکيون کول، بهار ۾ پيا اسرار جا رنگ آهن جيڪي تنهنجي وهم و گمان ۾ بہ ٿتا اچي سگهن، بهار اُهي جلوا ڏيکاري رهي آهي.



منهنجي هستي جي موهوم صورت پردي ۾ لڪيل هُئي. تنهنجي خيال جي آئيني راز ظاهر ڪري وڌو.



حاجت جي وقت ڪنهن پرائي جي در تي خاڪ تي وجانءِ مگر ڪنهن چاڻ سڃاڻ واري ڇهري جي طرف نظر نہ ڪڄانءِ.



هڪ اهڙو بہ ملڪ آهي جتي ڪو غريب شهيد بہ ٿي وڃي، تنهن هوندي بہ مظالوم ناهي هوندو.



مون پڇيو: هستي جي تعلق جو ڇا ڪريان؟

آزاد طبعيت رکندڙ چيو: ٽوڙي ڇڏ.



هن اسباب جي دنيا جي ۾ مون کي صرف حيرت ئي درڪار آهي.

آئيني وانگر يت جو نقش منهنجي گهر جو سمورو ساز و سامان آهي.



هڪ مدت تائين منهنجو دلبر نقاب لاٿي بغير منهنجي ٻاڪر ۾ رهيو. بيدل هي ٻه اُن جي هڪ ادا آهي جنهن کي مان ئي ڄاڻان ٿو.



تنهنجي پيرن جي نشانن مان بهار جي خوشبو پئي اچي. هليو آ ته زمين تي مان پنهنجي پيشاني جهڪايان ۽ گُل چوندي وڃان.



هستي جي خوابِ ناز ۾ غافل پيو آهيان پر ايترو ڄاڻان ٿو ته جڏهن ڪو تنهنجو نالو وٺي ٿو مان بيدار ٿي وڃان ٿو.



منهنجي رت ننڊ جي حالت ۾ قيامت تائين نه جاڳي انهيءَ جي ڪري مون کي تنهنجي مشڪن جي ڇاون ۾ شهيد ڪيو ويو.



مان ۾ منهنجو دلبر هم آغوش ٿي ڪري هڪ نقش ٿاهيون.

نقاشِ ازل کان اهڙي قسم جي تصوير جي گُهر ڪيان ٿو.



مان انهيءَ لاءِ پنهنجو پاڻ کي يار جي سپرد ڪيان ٿو ته هو مون کان منهنجو وجود جو ويسارو ڪرائي ڇڏي.



تو کي آبرو گهرجي. ته اي بيدل، طمع کي ترڪ ڪر ڇڏ.

هي ٻئي شڪلون ڪنهن به آئيني ۾ هڪ ئي مهل نه سمائبيون آهن.

